# آسان سنڌي ڪتابُ



## غير مادري زبان

### چوٿين ڪلاس لاءِ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄامشورو، سنڌ

# آسان سنڌي

## چوٿين ڪلاس لاءِ



ڇپائيندڙ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

ڇپيندڙ: سنڌي ڪتاب گهر، ڪراچي

لکندڙ:

داڪٽر غلام علي الانا
داڪٽر عبدالڪريم سنديلو

ايڊيٽر:

داڪٽر غلام علي الانا
امداد حسيني

ڇپيندڙ:

رشيد اينڊ سنز پرنٽنگ پريس، ڪراچي

بِسمِ اللّٰهِ الرَّحمٰن الرَّحِيمِ

سَبق پَهريون

# ڏِٺي سَڳورو

هن ساري جَهانَ کي ڏٺيءَ سڳوري پيدا ڪيو آهي. هُو اسان سَڀِني جو خالقُ ۽ مالڪُ آهي. هُنَ پَنهنجي قُدرتَ سان زمينَ، آسمانُ، سِجُ، چَنڊُ ۽ تارا بڻايا آهن. هُنَ اسان جي سُکَ لاءِ پاڻي، اناجُ ۽ ٻيُون اهڙيون ضروري شيُون پيدا ڪيون آهن.

اللّه سائين ڏاڍو مِهربانُ ۽ ٻاجهارو آهي. هُو اسان سڀني توڙي ٻين ساهوارن جي ڏِينهن رات سنڀالَ لهي ٿو ۽ روزِي رسائي ٿو.

هُو هَر هَنڌ حاضر آهي. اسان هُنَ کي نَٿا ڏسون، پر هُو اسان سڀني کي ڏِسي ٿو. اسان جيڪي ڪم ڪَريون ٿا، سي سَڀُ هُو ڄاڻي ٿو. اسان جا لِڪل ڪَمَ بہ هُنَ کان ڳُجها ڪينَ آهن.

ڏٺيءَ سڳوري اسان کي، انهيءَ لاءِ پيدا ڪيو آهي تہ چڱا ڪَمَ ڪَريون ۽ چڱي چال هلُون.

اسان کي گُهرجي تہ ڏٺيءَ سڳوري کي ياد ڪريون ۽ سَندس حُڪمَ تي هَلُون.

## مشق

(الف) هيٺين جملن ۾ خال ڀريو:

١- هن ساري جهان کي...... پيدا ڪيو آهي.

٢- هن پنهنجي قدرت سان...... بڻايا آهن.

٣- الله سائين ڏاڍو...... ۽...... آهي.

۴- هو هر هنڌ...... آهي.

٥- هن اسان کي انهيءَ لاءِ پيدا ڪيو آهي ته...... ڪريون ۽ چڱي...... هلون.

(ب) هيٺيان لفظ پنج پنج ڀيرا لکو:

خالقُ- ٻاجهارو- روزي- ڳُجها- حڪم

(ج) هيٺيان لفظ پنهنجي جُملن ۾ ڪم آڻيو:

ڏاڍو سگهارو- خالقُ- آسمانُ- مهربانُ- حاضر

(د) پڙهو ۽ جملا پورا ڪريو:

| | |
|---|---|
| ١- اسان کي الله تعاليٰ جو حڪم آهي ته...... | محنت ڪر |
| ٢- مون کي استاد جو حڪم آهي ته........... | انصاف ڪريو |
| ٣- مون کي بابا جو حڪم آهي ته.............. | قانون تي هلو |
| ۴- اسان کي سرڪار جو حڪم آهي ته........ | سچ ڳالهاءِ |
| ٥- اسان جو فرض آهي ته.................... | سچ ڳالهايون |
| ٦- منهنجو فرض آهي ته..................... | سچ ڳالهايان |

سَبقُ ٻيو

# مُنهنجا مِٺِڙا مولا سائِين!

ٻُون جا، اُبَ جا، سڀ جا سائِين!
منهنجا مِٺِڙا مولا سائِين!

سَرِنهَين جا گُلَ پيلا پيلا،
مٽرن جا گُلَ نيلا نيلا،
پوپَٽَ ٿاهيئہ ڪهڙا سائين!
منهنجا مِٺِڙا مولا سائين!

پيءُ جي دل ۾، ماءُ جي دل ۾،
ڀينڻ جي دل ۾، ڀاءُ جي دل ۾،
پيار ڪيو تو پيدا سائين!
منهنجا مِٺِڙا مولا سائين!

اللّٰه سائين! ڏي ايمانُ،
ڀائر آهيون سڀ انسانَ،
تنهنجا ٻانها، بندا سائين!
منهنجا مِٺِڙا مولا سائين!

– استاد بخاري

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- الله سائينءَ ڇا ڇا اُپايو آهي؟

٢- شاعر، الله سائينءَ کان ڪهڙي دُعا گُهري ٿو؟

(ب) هيٺيان لفظ لکو:

منڙا- ٻانڙ- سرنهين- ٻون- اُٻ- ٻانها

(ج) خال ڀريو:

الله سائين ڏي ........

........ آهيون سڀ انسان.

تنهنجا ٻانها........

........ مولا سائين

(د) ڏنگين مان لفظ چونڊي خال ڀريو:

١- سرنهين جا گل........ ٿيندا آهن. (نيلا، پيلا، اڇا)

٢- ڀيڻ ۽ ڀاءُ جي دل ۾........ پيدا ڪيو (پيار، لالچ، نفرت)

٣- الله سائين........ ڏي (دولت، ايمان، صحت)

سَبَقُ ٽيون

# مير غلام محمّد خان ٽالپُر

مير غلام محمّد خان ٽالپر ٽنڊي باگي ۾ جنم ورتو. تعليمي ۽ سماجي خدمتن جي ڪري، سندس نالو سنڌ ۾ وڏي عزت ۽ احترام سان ورتو ويندو آهي.



مير صاحب هڪ وڏي جاگيردار هوندي به پنهنجو وقت فقيري ۽ غريبيءَ ۾ گذاريندو هو. جاگير جي پيدائش جو وڏو حصو غريبن ۽ مسڪينن کي خيرات طور ڏيئي ڇڏيندو هو.

دنيا جي لاهين چاڙهين مان لنگهڻ ڪري، کيس غريبن جي حالتن جو گهڻو آزمودو هو. انهيءَ ڪري کيس خيال ٿيو ته سنڌ ۾ غريبن ۽ مسڪينن جي ٻارن کي تعليم ڏيارڻ جو بندوبست ڪجي. انهيءَ ارادي سان هن پنهنجي ڳوٺ، ٽنڊي باگي ۾ پهرين هڪ ننڍو

انگريزي اسڪول کولڻ جو بندوبست ڪيو. ان سان گڏ بورڊنگ هائوس بہ کوليائين، جنهن ۾ شاگردن کي کاڌو پيتو مفت ڏيڻ جو بندوبست ڪيائين.

ڪجهہ عرصي کان پوءِ شهر جي ٻاهران هاءِ اسڪول ۽ هاسٽل لاءِ هڪ عاليشان عمارت جوڙايائين، جتي ٻين سان گڏ هارين نارين جي ٻارن کي بہ آٽي تعليم ڏياريائين. اهو اسڪول اڃا تائين قائم آهي ۽ "مير غلام محمّد ٽالپر گورنمينٽ هاءِ اسڪول" جي نالي سان مشهور آهي.

مير صاحب هڪ رحمدل ۽ ديندار انسان هو. سرءُ جي موسم ۾ جڏهن لاڙ ۾ موسمي تپ پکڙجي ويندو هو، تڏهن هو پنهنجي خرچ سان ڊاڪٽر گهرائي، ٺي مهينا غريبن جو مفت علاج ڪرائيندو هو.

مير صاحب زناني تعليم ۽ صحت لاءِ بہ خاص بندوبست ڪيو، ٽنڊي باگي ۾ ڇوڪرين جي تعليم لاءِ اسڪول کولايائين.

زالن جي علاج لاءِ هڪ ڊاڪٽرياڻي رکيائين ۽ ويم گهر بہ قائم ڪيائين. اهڙيءَ طرح لِڪَ ڇِپَ ۾ پلائيءَ جا ٻيا اَنيڪ ڪم ڪيائين.

انگريز سرڪار سندس خدمتن جو قدر ڪندي کيس "خان بهادر" جو لقب ڏنو.

هن نيڪ ۽ سخي مرد سنه ١٩٣٢ع ۾ وفات ڪئي. هر سال ٽنڊي باگي ۾ سندس ورسي ملهائي ويندي آهي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- مير غلام محمّد ٽالپر ڪٿي جنم ورتو؟

٢- هو ڪهڙي خاندان سان تعلق رکندو هو؟

٣- هن غريبن جي ٻارن لاءِ تعليم جو بندوبست ڇو ڪيو؟

٤- هن ڪهڙا ڪهڙا خير جا ڪم ڪيا؟

٥- انگريزن هن کي ڪهڙو لقب ڏنو؟

(ب) ڏنگين مان لفظ چونڊي صحيح جواب ٺاهيو:

١- ٽنڊي باگي جي ٻاهران (هاءِ اسڪول، اسپتال، مسافرخانو) قائم ڪيائين.

٢- مير صاحب وڏي جاگيردار هوندي به (غريبي، تونگري، شان و شوڪت) واري زندگي گذاريندو هو.

٣- (تعليمي ۽ سماجي، سياسي ۽ ادبي) خدمتن ڪري سندس نالو وڏي عزت ۽ احترام سان ورتو ويندو آهي.

۴- مير صاحب (زناني تعليم، بواءِ اسڪائوٽس) جو پڻ بندوبست ڪيو.

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

عزت- فقيري- هاري- سرءُ

(د) ڏنگين مان لفظ چونڊي خال ڀريو:

١- ٽنڊو باگو........ ضلعي جو هڪ تاريخي (بدين، ٺٽو، سکر) شهر آهي.

٢- موسمي تپ........ جي موسم ۾ پکڙبو آهي. (بهار، سياري، سَرءُ)

٣- مير غلام محمّد ٽالپر جو نالو........ خدمتگارن ۾ شمار ٿئي ٿو. (تعليمي، سياسي، ادبي)

سَبَقُ چوٿون

# ٻار جو ڪارنامو

ٻارو! اڄ اوهان کي نَوَن سالن جي هڪ ڏاهي نينگر جي ڳالهه ٿو ٻڌايان. الهه رکئي نالي هڪ ڇوڪرُ، سنڌي چوٿين ڪلاس ۾ پڙهندو هو. هو روزانو پنهنجي ڳوٺ بادل پنهورَ



ڪان، دادوءَ پڙهڻ ويندو هو. هڪ ڏهاڙي عيد جي موڪل ڪري، ڳوٺ جي ٻين ڇوڪرن سان گڏجي، ٻَر واري ڳوٺ

هيتَم جتوئي ويو. گهمندي گهمندي هو ريل جي پٽي تي اچي بيٺو. هن ريل جو پٽو ڀڳل ڏسي، خيال ڪيو ته جيڪڏهن ريل گاڏي هتان لنگهندي ته ڪِرِي پوندي. ان خيال ۾ ئي هو ته لاڙڪاڻي طرف کان "موئن جو دڙو ايڪسپريس" ايندي ڏٺائين. هُن ڇا ڪيو، جو ريل جي پٽي جي وچ تي بيهي، گاڏيءَ کي بيهارڻ لاءِ هٿ سان اشارا ڪرڻ لڳو. جڏهن گاڏي کيس ويجهو آئي ته به بيٺو رهيو! نيٺ گاڏي بيهي ويئي. ڊرائيور ۽ گارڊ، ڀنهي ريل جو پٽو ڀڳل ڏسي، ڇوڪري کي شاباس ڏني ۽ کيس انعام پڻ ڏنو.

پاڪستان سرڪار به ڇوڪري جي ان نيڪ ڪم جو قدر ڪندي، کيس اسڪالرشپ ۽ ٻارهين ڪلاسن تائين مفت تعليم ڏيارڻ جو اعلان ڪيو ۽ کيس انعام پڻ ڏنو.

ٻارو، جيڪڏهن الهه رکيو ايڏي همّت نه ڪري ها ته ريل گاڏي پٽي تان ڪِرِي پوي ها ۽ ڪيتروئي جانِي ۽ مالي نقصان ٿئي ها. اسان کي به گهرجي ته اهڙي وقت سِرَ جو سانگو نه ڪريون ۽ پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي به، ملَڪ جي خدمت ڪريون.

# مشق

## (الف) خالي خانن ۾ لکي لفظ ٺاهيو:

| ن | ي | | گ | ر |
|---|---|---|---|---|
| ا | ع | ل | ا | |
| ا | ن | | ا | ن |
| ڏ | | ا | ڙ | ي |
| ا | ن | | ا | م |

## (ب) ڏنگين مان لفظ چونڊي صحيح جواب ٺاهيو:

١- الهہ رکئي نالي نينگر........ ڪلاس ۾ پڙهندو هو.
(اٺين، ڏهين، چوٿين)

٢- هو روزانو........ پڙهڻ ويندو هو.
(دادو، جوهي، سيوهڻ)

٣- عيد جي موڪل تي هو........ گهمڻ ويو.
(لڪي، منڇر، هيتم جتوئي)

٤- ريل جو پنڌ........ ڏنائين.
(ٻيگل، جڙيل، ڏار)

٥- اُن خيال ۾ هو تہ لاڙڪاڻي طرف ڪان........ ايندي ڏنائين.
(خيبرميل، ڪراچي ايڪسپريس، موئن جو دڙو ايڪسپريس)

## (ج) هيٺيان لفظ پنج پنج ڀيرا لکو:

ڏاهي، ڳالهہ، ڳوٺ، هَٽ، ڏسي

سَبَقُ پنجون

# صحتَ ۽ صَفائِي

گُلو، کھڙو نہ گدلو تو ڏسڻ ۾ اَچين! مان سمجهان ٿو تہ ٻِن ٽِنِ ڏينهن کان وِهنجَڻُ بہ ڇَڏي ڏنو اٿيئي. ڏِس تہ تو مان کھڙي نہ ڪِني بانسَ پَيئي اچي.

شايد ڏَندَڻ بہ ڪونہ ڏيندو آهين. ڪپڙا بہ کھڙا نہ ميرا اٿيئي. پَري ٿي ويھُ! چوين پيو تہ مَٽي ۾ سُور ۽ تَپُ اٿمِ، سو ڇو نہ ٿيندءِ؟ هيءُ سڀ گدلائيءَ کان ٿيو اٿيئي.

هاڻي ٻُڌُ: صُبح ٿئي تہ ڏندڻ ڏجي. تازي پاڻيءَ سان وهنجڻ کپي، صاف ڪپڙا پائجن. هَرويرو اُچن ڪپڙن پَهرَڻُ جي ڪا ضرورت ڪانهي. ڪپڙا سادائي هجن، پر اڇا اُجرا هجن.

صفائي ڪندين تہ سيکو پيو پائيندءِ. صاف رهڻ ڪري، بيماري بہ ويجهي نہ ايندءِ ۽ سدائين تندرست گذاريندين. جيڪڏهن توکي پنهنجي صحت جو خيال آهي تہ جيئن توکي چيو اٿمِ، تيئن وجي ڪج.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- ڪپڙا ڪهڙا پائڻ کپن؟

٢- ڏندڻ ڏيڻ مان ڪهڙا فائدا آهن؟

٣- صاف ڪپڙا ڇو پائڻ گهرجن؟

(ب) هيٺين لفظن جا ضد لکو، جيئن:

ميرا ____________ صاف

گدلو ____________ ......

بانس ____________ ......

تازو ____________ ......

سادا ____________ ......

اَڇا ____________ ......

ويجهي ____________ ......

(ج) غلط ڳالهين جي سامهون × نشان ڏيو ۽ صحيح ڳالهين جي سامهون ✓ نشان ڏيو:

١- صبح ٿئي ته ڏندڻ ڏجي.

٢- ڪپڙا سادا نه پر اُڇا پائڻ گهرجن.

٣- صاف رهڻ ڪري بيماري ويجهي ڪانه ايندي.

۴- تازي پاڻيءَ سان وهنجڻ کپي.

سَبقُ ڇهون

# نعت

خُدا جو پيارو، اسان جو نَبِي،
سَدا جيءَ حيارو، اسان جو نَبِي.

اَچَڻ ساڻُ تَنهن جي، ٿِيو روشن جهانُ،
آهي نُور سارو، اسان جو نَبِي.

ٻُڏا جي گناهَن ۾، تن لاءِ ٿيو،
ڪَنڌِي ۽ ڪنارو، اسان جو نَبِي.

غَريبَن اَجهو، اوٽَ ۽ آسرو،
وَڏي شان وارو، اسان جو نَبِي.

نَبِيّن ۾ پويون، نَبِي پاڪُ ٿيو،
سونهارو، موچارو، اسان جو نَبِي.

- حڪيم فتح محمّد سيوهاڻي

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- خدا جو پيارو نبي سڳورو ڪير آهي؟
٢- اسان جي نبي سڳوري جي اچڻ ڪري جهان ڪيئن ٿيو؟
٣- غريبن جو اُجهو ۽ آسرو ڪير آهي؟
۴- نبين ۾ پويون نبي ڪير آهي؟

## (ب) هڪ جهڙن آوازن وارا يعني هم قافيا لفظ ٺاهيو: جيئن:

پيارو __________ جيارو
نيارو __________ .....
وارو __________ .....
سونهارو __________ .....

## (ج) هيٺيان لفظ پنج پنج ڀيرا لکو:

سدا- جيارو- نور- ڪَنڌِي- اجهو- اوٺَ- سونهارو- موچارو.

## (د) هيٺيان خال ڀريو:

خدا جو پيارو اسان جو نبي
........ اسان جو نبي
اچڻ سان تَنهن جي........
آهي نُور سارو........

سَبَقُ ستون

# سِنڌ

هيءَ سنڌ جو نقشو آهي. سنڌ، پاڪستان جو ڏکڻ وارو صوبو آهي. سَنَڌ جي اُتر ۾ پنجاب، ڏکڻ ۾ عربي سمُنڊ ۽ ڪَڇَ جو رڻ، اولهه ۾ بلوچستان ۽ اوڀَرَ ۾ هندستان جو راجپوتانا صوبو آهي.




اسان جي سنڌ ۾ ايڪيهه ضلعا آهن. سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ڪراچي آهي، جو مشهور سامونڊي بندر پڻ آهي.

سنڌ کي سنڌوندي آباد ڪري ٿي. اها سنڌ جي وچ مان وهي، ڪيٽي بندر وٽ، عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي.

هن صوبي جي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ موئن جو دڙو جھونو يادگار آهي. سڄي دنيا مان، هن دڙي کي ڏسڻ لاءِ سياح ايندا آهن.

سنڌ صوبي جي ٻولي سنڌي آهي. شاه عبداللطيف ڀٽائي، سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. هن جي ڪلام کي "شاه جو رسالو" چئبو آهي.

پاڪستان ۽ هندستان جي ٻين صوبن کان اڳ اسلام، سنڌ ۾ آيو، جنهن ڪري سنڌ کي "باب الاسلام" چيو ويندو آهي.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- سنڌ صوبي جي ڏکڻ ۾ ڇا آهي؟
٢- سنڌ صوبي ۾ گهڻا ضلعا آهن؟
٣- سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شاعر ڪير آهي؟
۴- سنڌ کي "باب الاسلام" ڇو ٿو چئجي؟

### (ب) ڏنگين مان لفظ چونڊي جملن ۾ خال ڀريو:

١- سنڌ پاڪستان جو........ وارو صوبو آهي. (اولھ، اُتر، ڏکڻ)
٢- سنڌ ۾........ ضلعا آهن. (پندرهن، ايڪيھ، اٺ)

٣- ......... سنڌ صوبي جي گاديءَ جو هنڌ آهي. (ڪراچي، حيدرآباد ، سکر)

٤- ......... سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي. (سچل، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سانگي)

٥- سنڌ کي......... ندي آباد ڪري ٿي. (سنڌو ندي، حب، راوي)

(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع ٺاهيو، جيئن:

گهوڙو ______ گهوڙا

صوبو ______ .....

نقشو ______ .....

دڙو ______ .....

وڏو ______ .....

سَبَقُ اَٺون

# مون کي پاڻِي پيار



مون کي ڏادي اُڃَ لڳي آهي.
اَديءَ کان گلاس وَٺُ.
مون کي پاڻي پيار.
گُهگهيءَ مان پاڻي پيار.
هُوءَ ڏس، ٻاهر اڱڻ ۾ گُهگهي آهي.
گُهگهي ڀِت وٽ آهي.
هاڻي گلاسَ ۾ پاڻي ڀَر.
صاف هَٿن سان گلاس ۾ پاڻي وِجهُ.
هاڻي گلاس مون کي ڏي.
پوءِ، گُهگهي ڍَڪَ وٽان ڪَڻُ.
اها ڀَٽَ تان ڪَڻُ.
گُهگهي ڀَٽَ تي نہ رک.
گُهگهي گهڙامنجيءَ تي رک.

## مشق

### (الف) هيٺيان خال ڀريو:

١- مون کي ڏاڏي........ لڳي آهي.

٢- مون کي ........ پيار.

٣- گُهگهِي........ وٺان ڪَڻ.

۴- گُهگهِي........ تي رک.

### (ب) پنج پنج ڀيرا لکو:

وٺڻ، پيارڻ، ڀرڻ، ڪٽڻ، رکڻ.

### (ج) هيٺين لفظن جون معنائون ڏيو:

اڄ، اڱڻ، در، ڀَتِ، گهڙامنجي.

### (۴) شين جا نالا لکو:









## سَبَقُ نائون

# مڪليءَ جو سير

مڪلي ٺڪري سنڌ جي قديم شهر ٺٽي جي ويجهو قومي شاهراه تي آهي. هتي ڪيترائي تاريخي آثار ۽ يادگار آهن. هتي هڪ وڏو قبرستان آهي. هن قبرستان ۾ سنڌ جي ڪن بادشاهَن، اميرن، وزيرن، شهزادن، شهزادين، ولين، درويشن ۽ عالمن جون مزارُون ۽ مقبرا آهن. اهي مقبرا ڏسڻ لاءِ هتي پري پري کان سيّاح ايندا آهن.

انهن مقبرن ۾ ڪم آندل پٿر تي اُڪر جو سٺو ڪم ٿيل آهي. مقبرن ۽ انهن جي ديوارن تي اُڪريل ڌار ڌار قسمن جي گلن، شڪلين ۽ ڊزائينن کان سواءِ قرآن شريف جون آيتون پڻ اُڪريل آهن.

هن ٽڪريءَ تي پاڪستان سرڪار جي آثار قديم کاتي جي آفيس ۽ مسافرخانو ٺهيل آهي. هتي ڊگري ڪاليج، ڊپٽي ڪمشنر جي آفيس ۽ ٻيون آفيسون پڻ آهن.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- مڪلي ٽڪري ڪٿي آهي؟
٢- مڪلي ٽڪري ڇا ڪان مشهور آهي؟
٣- مڪليءَ جي قبرستان ۾ ڪنهن جون ڪنهن جون مزارون ۽ مقبرا آهن؟
٤- مڪليءَ تي پري پري ڪان سيّاح ڇو ايندا آهن؟

(ب) صحيح ڳالهين تي ✓ نشان ڏيو ۽ غلط ڳالهين تي × نشان ڏيو:

١- مڪلي ٽڪري ڪراچيءَ جي ويجهو آهي.
٢- مڪليءَ تي سيّاح گهمڻ ايندا آهن.
٣- مڪليءَ تي رهڻ لاءِ ڪابہ سهولت ڪانهي.

(ج) هيٺين لفظن جا جمع ٺاهيو، جيئن

ٽڪري ________ ٽڪريون
مزار ________ ........

دیوار ________ ........

قبر ________ ........

شکل ________ ........

(د) پڙهو ۽ ياد ڪريو:

اَچَڻ ________ اَچُ ________ اَچو

وَڃَڻُ ________ وَڃُ ________ وڃو

لکڻُ ________ لکُ ________ لکو

پَڙهڻ ________ پَڙهُ ________ پڙهو

هَلَڻ ________ هَلُ ________ هَلو

سَبقُ ڏهونْ

# نُوري نِماڻي

سنڌ جي سَمي حاڪمِ ڄام تماچيءَ جي وقت ۾، ننڍي جي ويجهو، ڪينجهر ڍنڍ تي مهاڻا رهندا هئا. وَٽنِ نُوريءَ نالي، هڪ نينگري هوندي هئي، جنهن جي صورت ۽ سيرت جي کهڙي ساراهه ڪجي!

هڪ لڳا ڄام تماچي، ٻيڙيءَ ۾ چڙهي، ڪينجهر ڍَنڍَ جو سير پئي ڪيو ته اوچتو سندس نظر وجي، نوريءَ تي پيئي. هوءَ کيس گهڻو وڻي ويئي، جنهن ڪري مُهاڻن کان، نوريءَ جو سَڱ گهريائين، مُهاڻن جي ته الله ٻُڌي! هڪدم وڏي خوشيءَ سان قبول ڪيائون.

نوريءَ کي ڄام تماچي ڏاڍو پائيندو هو، پر تڏهن به نوريءَ جو مَنُ نه وڌيو. سدائين نياز ۽ نئڙت سان هلندي هئي.

هڪ ڀيري نوريءَ جي نماڻائي ۽ نياز جي پَرک لهڻ لاءِ ڄام سيني راڻين کي چوائي موڪليو ته: "اڄ اوهان تيار ٿي ويهجو، دل جنهن کي چاهيو، تنهن کي پاڻ سان سير تي وٺي ويندس." سيني راڻين عمدا ويس وڳا ۽ هار سينگار ڪيا، پر

نوري پنهنجو اباڻو وڳو اوڍي، ويهي رهي. ڄام ڄڏهن محلات ۾ آيو، تڏهن نوريءَ جو نياز ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پاڻ سان سير تي وٺي ويس.

انسان کي گهرجي تہ سدائين نياز ۽ نِئڙت سان هلي.

## مشق

### (الف) ڏنگين مان لفظ چونڊي خال ڀريو:

١- ........ ڍنڍ تي مهاڻا رهندا هئا.

(ڪينجهر، منڇر، هاليجي)

٢- ڄام تماچيءَ جي نظر وڃي........ تي پيئي.

(سَسئي، مارئيءَ، نوريءَ)

٣- نوري سدائين........ ۽........ سان هلندي هئي.

(صبر ۽ توڪل، نياز ۽ نئڙت، هٺ ۽ وڏائي)

٤- ڄام تماچي........ گهراڻي جو حاڪم هو.

(ٽالپر، ڪلهوڙا، سما)

(ب) هيٺين لفظن جا ضد ڏيو:

ويجهو ________ ........

ساراهه ________ ........

چڙهي ________ ........

نئڙت ________ ........

خوش ________ ........

(ج) نوان لفظ ٺاهيو، جيئن:

رهڻ ________ رهيو

ٻُڏڻ ________ ........

گُهرڻ ________ ........

موڪلڻ ________ ........

کِلڻ ________ ........

## سَبَقُ يارهون

# سُهڻا تارا



چرخ تي شام جو چمڪڻ وارا!
سُونهن سان پنهنجي ٻهڪَڻ وارا!

سُهڻي سُهڻي صورت تُنهنجي،
دل کي وَڻَندڙ مورت تُنهنجي.

چرخ جي اک جو آهين تارو،
چنڊ جو ننڍڙو ٻچڙو پيارو.

رات جي رونق تُون تو وڌائين،
وانَهڙنِ کي واٽَ پَسائِين.

اَبر اچي تو، هاڻي لڪي وَڃُ!
راتِ جي اوٽَ ۾ جَلد ڇِپِي وڃُ!

پهر پَڪو ويو رات جو گُذري،
هاڻي سُمِهي ڪَر ننڊڙِي مِٺڙي!

## مشق

### (الف) هٺيان خال ڀريو:

چرخ تي شام جو........
........ ڀڪڻ وارا.
سهڻي سهڻي صورت تنهنجي
........ مورت تنهنجي
رات جي ........ تون تو وڏائين
واٽهڙن کي........

### (ب) هيٺين لفظن جون معنائون ڏيو، جيئن:

چرخَ ـــ آسمان
ڀڪڻ ........
مورت........ واٽهڙو........

### (ج) هم قافيا لفظ لکو، جيئن:

چمڪڻ ـــــــــ ڀڪڻ
صورت ـــــــــ ........
تارو ـــــــــ ........
وڏائين ـــــــــ ........

### (د) پڙهو ۽ ياد ڪريو:

ڀڪڻ ـــــــــ ڀَڪُ
چمڪڻ ـــــــــ چَمڪُ
وٽڻ ـــــــــ وٽُ
ڪپڻ ـــــــــ ڪَپُ

## سَبَقُ ٻارهون

# ڳئون



ڳئون گهرُو جانور آهي. ڪِن جو رنگ اڇو، ڪن جو ڪارو ۽ ڪن جو ڳاڙهو ٿيندو آهي ۽ ڪي چِٽڪمريون به ٿينديون آهن.

صبح جو ڏنار، گهرن مان ڳئون ڪاهي، جَهنگ ڏانهن ويندا آهن. ڏينهن جو جهنگ ۽ ٻَنيُن مان چاري، پاڻي پياري، شام جو گهرن ۾ پهچائي ويندا آهن. رات جو ڳئن ڪي مالڪ چارو ڏيندا آهن.

ڳئون گهر ۾، جَنهن هنڌ ٻَڌجي، تنهن کي وَٿاڻُ چئبو آهي. هُوءَ صبح ۽ سانجهيءَ کير ڏيندي آهي. کير پيئڻ کان سواءِ، چانهه ۾ به ڪَم ايندو آهي. اُن ڪي ڪاڙهي، مائو، برفي ۽ پيڙا به ٺاهيندا آهن. کير کي ڄمائي، ڏڌ ٺاهيندا

آهن. ڏؤنري کي وِلوڙي، ان مان مَکڻ ڪڍندا آهن ۽ باقي جيڪي بَچي، تنهن کي ڏُڌُ چوندا آهن. مکڻ مان گيهه به ٺهندو آهي.

ڳئون، گابا ۽ گابيون ڏيندي آهي. گابا جڏهن وڏا ٿين، تن کي ڏاند چئبو آهي. ڏاند، بيل گاڏيءَ ۾ بار ڍوئڻ ۽ زمين ۾ هَرَ ڪاهڻ لاءِ ڪم ايندا آهن.

## مشق

(الف)هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- ڳئن جا رنگ ڪهڙا ٿيندا آهن؟

٢- ڳئن کي چارڻ لاءِ ڪير ڪاهي ويندا آهن؟

٣- ڪِير ڪهڙي ڪم ايندو آهي؟

(ب) صحيح ڳالهين تي ✓ نشان ڏيو ۽ غلط ڳالهين تي ✗ نشان لڳايو.

١- ڳئون گهرو جانور ناهي.

٢- ڏنار ڳئون ڪاهي جهنگ ڏانهن ويندا آهن.

٣- ڳئون گهرن ۾ جنهن هنڌ ٻڌبي آهي، ان کي طبيلو چئبو آهي.

۴- هُوءَ صبح ۽ سانجهي کير ڏيندي آهي.

۵- کير مان برياني ٺهندي آهي.

## (ج) هيٺين اسمن مان جمع جا واحد ۽ واحد جا جمع ٺاهيو:

| واحد | جمع |
|---|---|
| گهر | ............ |
| اڃو | ............ |
| | ڳاٻا |
| ڳاٻي | ............ |
| ٻني | ............ |
| رات | ............ |

## (د) ڪن ٻه پنجن رنگن جا نالا لکو:

سَبقُ تيرهون

# موٽر ۽ ريل گاڏي




هيءُ ٽڪو موٽَر آهي.
هِيءُ ٽڪا موٽَر آهن.




موٽَرُ ٽڪو هلي ٿو.
سَڀ موٽَرَ ٽڪا هلن ٿا.




هيءَ ٽڪي گاڏي آهي.
هِي ٽڪيون گاڏيون آهن.




گاڏي ٽڪي هلي ٿي.
ريل گاڏيون ٽڪيون هلن ٿيون.



آءُ ڍرو هلان ٿو.
آءُ ۽ اسلم ڍرا هلون ٿا.
اسين ڍرا هلون ٿا.
اسين موٽَر ۽ ريل گاڏيءَ کان ڍرا هلون ٿا.

## مشق

### (الف) خال پريو:

هيءُ........ موٽر آهي.
هي........ موٽر آهن.
........ ٽڪو هلي ٿو.
........ ٽڪا هلن ٿا.
گاڏي ٽڪي........
گاڏيون ٽڪيون........
........ ٽڪو هلان ٿو.
........ ٽڪا هلون ٿا.

ٽڪو- ٽڪا
موٽَرُ- موٽَرَ
هلي ٿي- هلن ٿيون
آءُ- اسين

### (ب) جملا ٺاهيو:

آءُ- اسين
تون- توهين
هو- هُوءَ- هو

سياڻا ڇوڪرا- سياڻو ڇوڪرو
چڱيون ڇوڪريون- چڱي ڇوڪري

آهي- آهن
آهين- آهيو
آهيان- آهيون

### (ج) ياد ڪريو:

آءُ لکان ٿو.- اسين لکون ٿا.
تون لکين ٿو.- توهين لکو ٿا
هو لکي ٿو. - هو لکن ٿا.

آءُ لکان ٿي- اسين لکون ٿيون.
تون لکين ٿي- توهين لکو ٿيون.
هُوءَ لکي ٿي- هُو لکن ٿيون.

سَبَقُ چوڏهون

# اَندو فَقير



"ابا هيءُ ڪير آهي؟"

"بابا، هيءُ انڌو فقير آهي، هن کي بازار ۾ ويٺل ڏٺم، ويچارو بيٺو رهيو، پر ڪنهن به هن ڏانهن نه نهاريو. مون کي مٿس رحم آيو ۽ کيس گهر وٺي آيس."

"فقير سائين، تون ڪير آهين؟"

"سائين، مان هڪ جَڏو آهيان. بازار ۾ ويٺو هوس ته مَن ڪجهه ملي. پر ڪنهن به ڪجهه نه ڏنو. ڏٺي، اوهان جي نينگر کي خوش رکي. مون کي هٿ وٺي آيو ۽ ماني ڏنائين."

"شاباس پُٽَ! هيڻن جي مدد ڪرڻ ۽ بُکين کي ماني

ڪارائڻ، ثواب جو ڪم آهي. ڏس فقير توکي ڪيئن نہ پيو دعائون ڪري!“

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- ڇوڪري بازار ۾ ڪنهن کي ڏٺو؟

٢- ڇوڪرو فقير کي ڪيڏانهن وٺي ويو؟

٣- ڇوڪري جي پيءُ فقير کان ڇا پڇيو؟

٤- فقير ڇا چيو؟

### (ب) خال ڀريو، جيئن:

لکڻ ________ لکُ ________ لکندو

ڊوڙڻ ________ ...... ________ ......

ڏسڻ ________ ...... ________ ......

ڪٽڻ ________ ...... ________ ......

٢- جَهلڻ ________ جهل ________ جهليندو

ٺاهڻ ________ ...... ________ ......

هٽائڻ ________ ...... ________ ......

ڀرڻ ________ ...... ________ ......

### (ج) جملا ٺاهيو:

| | | |
|---|---|---|
| اڄ<br>سڀاڻي- ڪالهہ | سومر، اڱارو، اربع، خميس، جمع، ڇنڇر، آچر | آهي، هو، ٿيندو، ايندو. |

سَبَقُ پندرهُون

# وَطن جي حُب

وطن جي مُحبّت جي آ، هيءَ نشاني.
تہ ڪنهن کي نہ سمجهون سَندس مَٽُ ۽ ثاني.

پنهنجي لاءِ سَمجهونس جانبُ ۽ جانِي،
مَٿس جانِ صدقي ڪَريُونَ ۽ جوانِي.

پَنهنجي ديسَ جو ويس پوشاڪ پَهريون،
نہ ديسي شَيِنَ جهڙيُون ٻانيون کي ڀهريون.

وطن جي رهاڪن کي تو ڀاءُ ڀانيان،
وطن کي تو پنهنجي مِٽي ماءُ ڀانيان.

نہ ڪنهن ۾ بہ ڪو ڀيدُ ۽ ڀاءُ ڀانيان،
انهيءَ ۾ ئي تو ساز ۽ ساءُ ڀانيان.

وطن جي محبت جي آهي تقاضا،
رهون پاڻَ ۾ گڏجي سڀ جڻ سَڳا ڀا.

- حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- وطن جي محبت جي ڪهڙي نشاني آهي؟

٢- شاعر ڪهڙي ديس جي پوشاڪ پائڻ لاءِ چوي ٿو؟

٣- اسان کي پنهنجي وطن لاءِ ڇا ڪرڻ کپي؟

## (ب) هيٺين لفظن جا هم قافيا لفظ ڏيو:

نشاني ___________

جاني ___________

پاڻُ ___________

## (ج) نوان لفظ ٺاهيو، جيئن:

جوان ___________ جواني

نشان ___________

بيمار ___________

دوست ___________

ديس ___________

## (د) ڪن ٻه پنجن پکين، پنجن ميون ۽ بدن جي پنجن عضون جا نالا لکو:

سَبَقُ سورهون

# مور

مورُ هڪ تمام سُهڻو پکي آهي. سندس ڳچي ڊگهي ۽ نيري رنگ جي ٿيندي آهي. هن جي مٿي تي هڪ چوٽي ٿيندي آهي، جنهن کي ڪَلنگي چئبو آهي. انهيءَ ڪري هن جو مٿو ڏاڍو سهڻو ڏسڻ ۾ ايندو آهي.



مور جو پُڇ ڊگهو ٿيندو آهي، جنهن ۾ تمام سهڻا کَنڀ هوندا آهن. هر هڪ کَنڀ تي گول ٽِڪي اٿس، جنهن ۾ پيلو، سائو ۽ نيرو رنگ هوندو آهي. اِنهن ٽِڪين جي ڪري، مور جي کَنڀن ۾ ڏاڍي سُونهن ٿئي ٿي.

مور جي ماديءَ کي ڊيلَ چئبو آهي. جڏهن مورُ خوشيءَ ۾ ايندو آهي، تڏهن نَچَڻَ لڳندو آهي ۽ پنهنجا پُڇَ وارا کَنڀَ اُڀا ڪري، ٽيڙيندو آهي، ٽڙيل کَنڀَ، وڃڻي وانگر ٿي بيهندا آهن ۽ مور کي وڏيڪ سهڻو بڻائيندا آهن.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- مور جي ڳچيءَ جو رنگ ڪهڙو ٿيندو آهي؟

٢- مور ڪڏهن نچندو آهي؟

٣- مور جي ماديءَ کي ڇا چئبو آهي؟

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ ڏيو:

چوٽي- ڍيل- سُونهن- ڪنپ.

### (ج) خال ڀريو:

١- گهوڙي...... پاڻي پيار

٢- پيالي...... شربت وجهه

٣- هن قلم...... ڪاپيءَ...... لک

٤- پٽ...... گهگهي ڪڍ

٥- پٽ...... ڪتاب ڪڍ

٦- اسلم...... پينسل وٺ

ڪي
ڪان
مان
وٽ
وٽان
تي
تان
سان

سَبَقُ سَترهون

# لِڪَ لِڪوٽي راند



اَچو تہ لِڪَ لِڪوٽي راند ڪريون.
اَسلمَ، تُون هِت بيهُ،
هِيءُ پِڙُ آهي.
هن ڪپڙي سان پنهنجون اکيون ٻَڌُ.
اَسين سڀ وڃي ٿا لِڪون.
تُون اسان کي ڳول.
افضلَ، تون ڪُوڪَ ڪَر.
اِجهو هُو اسان کي پيو ڳولي.
اَعظم ڪاپي پيو!
چڱو، سليم، هاڻي تون اکيُون ٻَڌ،
هاڻي تون آگَ ڏي.

## مشق

### (الف) خال ڀريو:

١- اڇو تہ لِڪَ لڪوٽي....... ڪريون.
٢- هيءُ....... آهَي.
٣- هن....... سان پنهنجون....... ٻڌ.
٤- تون اسان کي.......
٥- هاڻي تون....... ڏي.

### (ب) هيٺيان لفظ لکي ڏيکاريو:

لِڪ لڪوٽي- پڙُ- ڳول- ڪاپي- ٻُوٽ- آگَ.

### (ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

١- اڇو (ويجو- گهمو- ڊوڙو)
٢- بيهُہ (ويهُہ- اُٿُ- سُمهہ)
٣- ٻَڌُ (ڏسُ- کول- ٽاه)
٤- ڏي (وٺ- سَٽِ- مار)

### (د) جملا ٺاهيو:

| | | |
|---|---|---|
| اَسلم اڄ<br>ڪالهہ<br>سياڻي<br>روزانو<br>اڄ تہ | لِڪَ لِڪوٽي | راند ڪري ٿو.<br>راند ڪريون.<br>راند نٿو ڪري.<br>راند ڪندو.<br>راند ڪري رهيو آهي.<br>راند ڪانہ ڪئي.<br>راند ڪندو آهي. |

سَبَقُ ارڙهون

# هارِي

هاري پيارا جوانَ سَگهارا،
مُلڪ مٿي جا جيءَ جيارا.

مَهلَ ملي ٿَئي پاڻ مَلهائج،
مِحنتَ جا ڪي، مِينهَن وسائج.

تنهنجي محنت لائي رَنگُ،
ڏُکَ وڃن، ٿِئي سُک جو سَنگ.

سَلي سَلي جي ڪر سَنيارَ،
ڪَٿي مَنجهان تين ڪيچَ خَرارَ.

تُنهنجي محنت مُلڪَ جو مانُ،
شال جيئين تون هاري جوان.

## مشق

(الف) شاعر، هاريءَ کي جيڪي چوي ٿو سو پنهجن لفظن ۾ ٻڌايو.

(ب) هيٺن لفظن جي معنيٰ لکو:

سگهارا- مهل- سک- ڳڻ.

(ج) خال ڀريو:

پڙهڻ ______ پڙه ______ پڙهو

لکڻ ______ ...... ______ .......

پچڻ ______ ...... ______ .......

ڊوڙڻ ______ ...... ______ .......

(د) هيٺين لفظن جا ضد ڏيو، جيئن:

مِٺو ______ ڪوڙو

جوان ______ ...... ______ .......

سگهارو ______ ...... ______ .......

ڪَٺي ______ ...... ______ .......

ڏک ______ ...... ______ .......

## سَبَقُ اُوٹيهون

# ڀاڄيون ۽ ميوا

الله تعاليٰ، انسان لاءِ، ڪيترين ئي نعمتون پيدا ڪيون آهن. جن ۾ ڀاڄيون ۽ ميوا به اچي وڃن ٿا.

ڀاڄين توڙي ميون لاءِ، سٺي زمين جي ضرورت آهي ۽ پاڻي به جَهجهو گهرجي.

ڀاڄِيون هر موسم ۾ ٿين ٿيون: اونهاري جو ڀينڊيون، توريون، ڪريلا، ڪَدُو، لوڻڪ، ميها ۽ مرچ ٿين. سياري جو بند گوبي، گُل گوبي، گوگڙو، گجَر، موريون، پٽاٽا، ٽَماٽا، ٿومَ، بصر، واڱڻ ٿين. ڪن هنڌ وري بِهه به ٿين.

ميون جي به موسم ٿيندي آهي. اونهاري جو اَنبَ، ڪجور، ڦاروا، ليما ۽ تُوتَ، انگور ۽ زردالو ٿين. سياري ۾ وري ٻير، موسميون، نارنگيون، زيتون ۽ ڪيوڙي جون ڦريون ٿين.

ڀاڄين ۽ ميون ۾ طاقت رکيل آهي، جن جي کائڻ سان، انسان سگهارو ٿئي ٿو. ڪيترين ڀاڄيون ۽ ميوا ته بيمار جي خاص خوراڪ آهن.

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- الله تعاليٰ اسان جي ڪائڻ لاءِ ڇا پيدا ڪيو آهي؟
٢- اونهاري جون ڪهڙيون ڀاڄيون آهن؟
٣- سياري جون ڪهڙيون ڀاڄيون آهن؟
٤- اونهاري ۾ ڪهڙا ميوا ٿين؟
٥- سياري ۾ ڪهڙا ميوا ٿين؟

## (ب) جملا ٺاهيو:

(مان) ________ مون
(اسين________) اسان
(تون ________) تو
(توهين________) توهان
(هو________) هن
(هُو________) هنن

ڪتابُ- ڪتابَ
ڪاپي- ڪاپيون
پينسل- پينسلون
رٻڙُ- رٻڙَ
قَلمُ- قَلمَ
لفظُ- لفظَ
سوالُ- سوالَ
جوابُ- جوابَ

ورتي- ورتيون/ ورتو- ورتا
پڙهي- پڙهيون/ پڙهيو- پڙهيا
لکي- لکيون/ لکيو- لکيا
پڇيو- پڇيا
ڏنو- ڏنا



سَبَقُ ويهون

# كَمُ كارُ



















خاني مان ڪتابُ ڪَڍُ.

ڪِيسي ۾ قَلَمُ وِجُهہ.

ڪُرسيءَ تان ٽُوالُ ڪَڍُ.

اَسلمَ کان پينَ وَٺُ.

ميز تي چاڪُ رَکُ.

بورڊ صاف ڪَر.

بورڊ تي چاڪَ سان لِکُ.

چاقُوءَ سان ڪِلڪ گهڙِ.

مَسُ سان ڪاپيءَ تي لِکُ.

افضلَ کي ڪتاب ڏي.



أُستاد کي سَلامُ کَر.

اعظم سان هَٿُ مِلاءِ.

هاڻي گِهندُ هَڻُ ته،

ٻار گهر وڃن.

## مشق

(الف) هيٺيان خال ڀريو:

۱- خاني....... رول وجهه

۲- ميز....... ڪتاب رکُ

۳- اڪبر....... ڪاپي ڏي

۴- ڪَٻَٽ ....... ڪپڙا ڪَڍُ

۵- اسلم ....... پينسل وَٺُ

٦- دريءَ....... بوٽ هڻاءِ

ڪي- ۾- مان
ڪان- تي
وٽان

(ب) نوان لفظ ٺاهيو، جيئن:

خانو ــــــــــ خاني

ڪيسو ــــــــــ .......

گهوڙو ــــــــــ .......

ڇوڪرو ــــــــــ .......

(ج) پنج پنج پيرا لکو:

ٻَرَڻُ- لِکَڻُ- وَڏَڻُ- وِجَهڻُ- ڪَٽَڻُ.

(د) خال ڀريو:

١- اڪبرِ دوست....... خط لکي ٿو.

٢- ڇوڪري چاقوءَ....... انب وڍي ٿي.

٣- هُو خاني....... رول وجهي ٿو.

۴- هُو ڪرسيءَ ....... ٽوال رکي ٿو.

ڪي- ۾- سان- ٿي.

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄامشورو جو تيار ڪيل ۽ سنڌ صوبي
جي تعليم کاتي جو صوبي جي پرائيمري اسڪولن لاءِ
واحد درسي ڪتاب طور منظور ڪيل.
ڪتابن جي نصاب جي جاچ واري قومي ڪميٽيءَ جو سنڌ اريل.

# قومي ترانو

پاڪ سَرزمين شاد باد ڪِشورِ حسِين شاد باد
تُو نشانِ عزمِ عالي شان ارضِ پاڪِستان
مرڪزِ يقين شاد باد
پاڪ سَرزمين ڪا نظام قُوّتِ اُخُوّتِ عوام
قوم، مُلڪ، سَلطنت پاينده تابنده باد
شاد باد مَنزلِ مُراد
پرچمِ ستاره وهِلال رهبرِ ترقّي و ڪمال
ترجمانِ ماضي، شانِ حال جانِ اِستقبال
سايۂ خدائے ذُوالجلال


| سيريل نمبر | 46928 | ڪوڊ نمبر | 42 |
|---|---|---|---|
| ڇپجڻ جي تاريخ | ڇاپو نمبر | تعداد اشاعت | قيمت |
| فبروري 1996 | ٻيو | 75000 | 9.90 |

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڙَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)